# عشق ڪيو آباد



داتا سيد بگن شاھ جيلاني جو صوفيانو ڪلام

مرتب فقير عبدالغني پيتي

# عشق ڪيو آباد



داتا سيد بگن شاھ جيلاني
جو صوفيانو ڪلام



مرتب
فقير عبدالغني ٻٽي

حق ۽ واسطا پبلشر وٽ هٿيڪا

نالو ڪتاب جو:......... عشق ڪيو آباد

شاعري:..............سيد بگن شاه جيلاني

مرتب:.............فقير عبدالغني پيٽي

ايڊيشن:............... پهرين

تعداد:............... هڪ هزار

سال:.............. مئي 2000ع

ڪمپوزنگ:........... راشد علي بلوچ

ڇاپيندڙ:............. ايليا پرنٽرس
سامهون پرگڙي پلازه لاڙڪاڻو

هديه:............... 25 روپيه

هي ڪتاب عشق ڪيو آباد فقير اياز پيٽي ايليا پرنٽرس مان ڇپائي "مئہ خانہ فيض درياه" لگ شاه بهارو ڪالوني لاڙڪاڻي مان پڌرو ڪيو.

# انتساب

هي ڪتاب آءُ پنهنجي پياري والده ڏانهن منسوب ڪريان ٿو. جنهن پالي وڏو ڪيو، دعائون ڪيون ۽ ڪڏهن به فقيرن جي صحبت ڪان ڪون روڪيو ۽ منهنجي وڏي ڀاءُ فقير عبدالغفور پتي محروم ڏانهن منسوب ڪريان ٿو، جنهن ننڍي هوندي والد صاحب جي وفات ڪان پوءِ پدري شفقت ڏيندي غلط صحبت ڪان بچائڻ خاطر منهنجي هر طرح حفاظت ڪئي ۽ سخت تڪليفن جي وقت ساٿ ڏنو.

انا الله و انا اليه راجعون

# ٻہ اکر

هادي پاڪ الله
شاهنشاه
فيضدرياه

فقير عبدالغني پٽي کي دل سان دعا تو ڪريان، جنهن بابا سائين داتا بگڻ شاه جو ڪلام ڇپائي فياضي فقراءَ جي خدمت ڪئي آهي. فقير ڪي جس هجي جنهن منهنجي نينگر سيد تاج محمد شاه جيلاني جي شادي خانہ آبادي جي سعيد موقعي تي هي ”ڪتاب عشق ڪيو آباد“ ڇپائي دعا جو مستحق ٿيو آهي. آئينده ٻہ دعاگو آهيان تہ جيئن داتا ولايت علي شاه جو سرائڪي ڪلام ڇپائي داتا جي دعا جو مستحق ٿيندو.

وليعهد
درگاه فيض درياه
سيد جان محمد شاه جيلاني

# پبلشر پاران

زير نظر ڪتاب عشق ڪيو آباد داتا بگن شاه جو سمورو ڪلام، ڇپائي اوهان جي هٿن تائين پهچائيندي روحاني خوشي حاصل ٿي رهي آهي.

هن ڪتاب کان اڳ گجر فقير جي گفتن جو مجموعو سندس چاهيندڙ جي هٿن تائين پهچائي چڪو آهيان. فقيراءَ کي التجا آهي تہ هن ڪتاب "عشق ڪيو آباد" لاءِ سهڪار ڪن تہ جيئن آئنده داتا ولايت علي شاه جو سرائڪي ڪلام ڇپائي سندن خدمت ۾ پيش ڪريان. سرائڪي لاءِ مونکي بيرنگ مان اشارو بہ ٿيل آهي.

منهنجي خوشيءَ جو باعث آهي هيءَ گهڙي جو سيد تاج محمد شاهہ جي شادي خانہ آبادي جي موقعي تي هي ڪتاب اوهان تائين رسائي رهيا آهيون. ٿورائتو آهيان فقير ارشاد علي جاگيراڻي جو جنهن ڪتاب جي مواد لکڻ ۽ پروفن ڪٽي اچڻ لاءِ پريس جا چڪر ڪاٽي منهنجي مدد ڪئي.

پبلشر فقير اياز ڀٽي

# مقدمو

ماڻهن کي مذهبن جي مونجهاري مان ڪڍڻ لاءِ جن صوفي درويشن پيغمبرانہ تبليغ ڪئي آهي. انهن مان چڪ لڳ ڳوٺ انباه ضلع شڪارپور جي رندبي سروپا صوفي باصفا سيد فيض محمد شاه عرف داتا فيض درياهہ لڪين اڄارن کي معرفت جي درياه مان فيض رساني ڪري ليهراب ڪيم درگاهہ جي فيض کي داتا ولايت علي شاه عرف "شاه ولايت" ڏيهان ڏيهہ عام ڪيو. هنماديت پرستيءَ جي دور ۾ جتي وڏين وڏين گادين تي تصوفي رنگ ڦڪا پئجي ويا آهن. اتي اڄ بہ هن درگاه فياضيءَ تي روحاني رنگ چٽا ۽ نروار نظر اچن ٿا. هتي سال جا ٻارهن ئي مهينا فياضي فقير سازن کي سينگاري گيڙو رتا گيت جهونگاريندا رهن ٿا. اهڙي ثابت قدميءَ جو سڄو سيڪڙو سبب درگاه فياضيءَ جو موجوده سجاده نشين داتا ٻگن شاه جيلاني بن سيد ولايت علي شاه عرف شاه ولايت" ئي آهي. داتا ٻگن شاه جو هي ڪلام جيڪو سندس درگاه جي طالب فقير استاد عبدالغني پٽي ترتيب ڏئي طالبان حق لاءِ پڌرو ڪيو آهي. پڪ سان پڙهندڙن کي رندي سوز ۽ ڪيف عطا ڪندو. استاد عبدالغني پٽي سچ تہ هي ڪم سرانجام ڏئي اهل فقر جي وڏي خدمت ڪئي آهي ان جو اجر ڪيس هادي ڪان بي انت وبي انداز ملندو.

ازقلم

**مهدي شاه فياضي**

تاريخ 20 مئي 2000

# داتا سيد بگن شاه جيلاني

سيد پير محمد شاه عرف سيد بگن شاه ولد داتا ولايت علي شاه سن 1937ع انباه شريف ضلع شڪارپور ۾ جنم ورتو. سنڌي ۽ قرآن شريف جي تعليم ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪيائون. تصوف ۽ فقيري رنگ جي سچي ماحول ۾ وڏا ٿيا. سندن بابا ولايت علي شاه کين ٻارهن سالن جي عمر ۾ طالب ڪري بابي بگن جي صورت سمجهي پنهنجي فقراه سميت تعظيم جو سجدو ڪري فيض درياهي درگاه جو مالڪ بنائي پاڻ فيض عام ڪرڻ لاءِ لوڙهي مان نڪري سير سفر اختيار ڪيو.

سيد بگن شاه سائين جن ڏاڍا حسين جميل ۽ صورت سجاني جا مالڪ آهن. پاڻ سدائين ساده گيڙو ڪپڙا پهريندا آهن. اهي حال فقيري جا زيور ڪنتا ڪولابا، منڊيون ۽ ڳانا اهڙا ته سونهندا اٿن جو ڏسي اکيون ٺري پونديون آهن سندن جمال ۽ جلال پسي حيرت جي حد نه هوندي آهي ڏسڻ وارن لاءِ

ديکو تو فقير هئي سوچيو تو بادشاه

واري نموني نظر ايندا آهن. پاڻ هميشه صابر ۽ شاڪر عابد ۽ فقيري فڪر جا حسين مجسما آهن. سندن رهڻي ڪهڻي عين اسلام مطابق آهي. بسم الله جو ٺالو گهڙي گهڙي اچارڻ سندن عادت ۾ شامل آهي . اٿندي ۽ ويهندي، سمهندي پاسي اٿلائيندي دم دستگير علي مولا جا ڪلما پڙهندا آهن. پاڻ انڪاري جملو نه ۽ بس جي

بجاءِ بهاريءِ موج" الفاظ چوندا آهن.

سندن حسنِ اخلاق اخلقو با خلاق الله جيان آهي. هندون مؤمن، شيعي سني ننڍي وڏي امير غريب سان يڪر پائي ملندا آهن حال حوال پڇي ننگر ڪارائيندا آهن. سندن گفتگوءِ ۾ نرمي، تسلسل، سچ، قانون ۽ قرب آداب ۽ اخلاق پريل هوندو آهي. جڏهن ڳالهائيندا تہ موتين ۽ گلن جون لڙهيون پوئيندا ويندا آهن. سويري اٿڻ ڏنڊڻ ڏيڻ قرآن شريف جو دورڪرڻ ۽ دستگير محبوب سبحانيءَ جي شان ۾ مدح سيد ڏي سڌير بران محي الدين ميران پڙهڻ سندن محبوب مشغلو ۽ فرض ۾ شامل آهن.

ڪائڻ پيئڻ ۾ وڏائي ڪون ڪندا آهن سادو ڪاڌو لسي ۽ ڪير موسمي ميوو وڏي چاهہ سان ڪائيندا آهن.

جهد جفائون بہ ڏاڍيون ڪيون اٿائون. داتا ولايت علي شاه جن جي سيلاني ٿيڻ ڪان پوءِ ننڍي چمار ۾ ٺي حويليءَ ۾ درگاه جي سار سنڀال جو بار متن آيو. جيئن تہ پاڻ پهلوان آهن سو ڏينهن رات رياضت ڪيائون. اڳيون زمانو غريبي جو هئو. فقيرسئير ڪري ايندا هئا تڏهن وڃي گذر ٿيندو هو. اهو غريبي جو احساس دل ۾ رکي همت، محنت، قناعت ۽ ڪفايت ڪندا رهيا جنهن مان اڄ فياضي درگاهہ ڪي چوڏهن چنڊ لڳل آهن. سندن ٺي وقت ۾ فياضي بنلگو ۽ درگاه ہ پيرا جڙي راس ٿيا آهن. فقيري فهم ۽ رياصنت ۾ سندن وليعد سيد جان محمد شاه پنهنجو مٽ پاڻ آهن اهڙو لائق فائق پٽ ۽ امر ڪي آڏو نہ ايندڙ طالب جهڙو جان محمد سائين آهي، اهڙو پيو ڪون آهي.

عشق محبت، سائين بگن شاه جن جو عشق پنهنجي مرشد ۽ مرشدن جي مرشد حضرت محبوب سبحاني سان آهي. پاڻ هر حال ۾ حقيقي حسن هادي واري حال جي تلقين ڪندا آهن سندن چيل مداحون ان حقيقي عشق جون آئيندار آهن.

سائين جن جي شخصيت پاڪ گهڻ پاسائي آهي پاڻ پنهنجي عمل سان هرخاني ۾ پورا، تمام وڏا ذهين حافظي جا پڪا درگاه جي هرشيءِ ياد هوندي اٿن. ڏيتي ليتي ۾ امانت، انصاف ۾ درميانه روي اختيار ڪندا آهن.

پنهنجي ڪلام ۾ مذهب ڪي مونجهارو ۽ قيد سڏيو اٿائون ڪاوڙ ۽ بيائي ڪان منع ڪندي محبت ۾ سڀ مطلب هجڻ فرمائيندا آهن.

ايڪويهين صديءَ ۾ به سندن فقيرن جي ٽولي وڏڪان وڏ آهي. سندن طالبن مان ڪوڙ سارا رباختي فقير، شاعر، ۽ اديب ۽ وڪيل ۽ ڏاها ويراڳي آهن. سائين جن جو سحبتي تمام گهڻا آهن هت ڪجهه جا نالا ڏيان ٿو.

جن مان اول احمد فقير ميربحر درگاهي فقير جنهن مان ڪين رنگ لڳو، ”محمود فقير عرف محمدڻ“ فقير گهوٽو، عمدل فقير، فقير محمدن گهوٽو، شاه ڏنو فقير سندراڻي، رئيس دوست علي ٽندو چامر، درياهه خان فقير ۽ محبوب فقير جيهو، مينهل فقير مرڪياڻن وارو، سيد سينل شاه جيلاني وريل فقير (ٻيون) سيد ڪامل شاه ڪنڌ ڪوٽ علڻ فقير ٻنگوار، غلام مصطفيٰ ٻٽو، غلام مصطفيٰ جوکيو لاڙڪاڻو، محمد فقير ڪتياڻ، شاه نصير (ٽيون) سيد قطب علي شاه لونگاڻوي،

امام علي فقير پنج موريو، سيد نواب علي شاه گويو فقير خيرپور لقمان، فقير پنهل خان جوڻيجو، بنگل فقير سيوهاڻي رحمدل فقير درگاهه راضي فقير لاهور ۽ ٻيا ڪيترائي.

طالبن ۾ سيد جان محمد شاهه سيد ڪامل شاهه سيد حسين شاهه عارائي حڪيم سيد حبيب الله شاهه رنگي، عبدالرئوف پٽي عرف آزاد فقير ، منير احمد انڙ سکر، سيد مهدي شاهه فياضي مرتب ڪتاب "انباهه ۾ آڙاهه"، عبدالجبار عيساڻي ڏکڻ سنڌ استاد ۽ اديب، سيد تصور شاهه وڪيل، مشتاق احمد ابڙو وڪيل، فقير محمد بچل ابڙو لاڙڪاڻو. فقير مظفر ۽ حسين اختر حسين مهيسر، سيد مخصود احمد مگريو عطف دراني ۽ جاويد جوکيو صحافي مديجي ۽ عرض محمد مديجي عنايت علي شاهه بخاري لاڙڪاڻو، قادن فقير شيخ، فقير محمد حنيف شيخ، فقير محمد حسن راز ڪافي جو سنڌو شاعر درگاهي فقير رشيد وڳڻ لاڙڪاڻو، گلشن فقير جيهو، گلشن فقير ميراڻي مرزاپور عاشق طبيعت، سيد ڏنل شاهه سجاده نشين درگاهه علامه تارڪ نجفي لالورائينڪ، قمرالدين پٽو رتوديرو، مادم فقير لاڙڪاڻو، محبت فقير پٽو، اوٺر فقير سومر، ساجن ميراڻي، فقير محڪم ۽ مريد ميراڻي .

جيئن ته هي ڪتاب لاڙڪاڻي مان ڇپجي رهيو آهي ان ڪري سائينءَ جي ميخاني تي جيڪي سڪ وارا فقراءَ ايندا آهن انهن جا نالا لکڻ به ضروري ٿو سمجهان، محمد رمضان شيخ، حسين بخش، بچل فقير ابڙو، الله ڏنو فقير چنڙ، رمضان پٽو، محمد صالح سانگي، سيد صالح محمد شاهه، ديوان بولي، حسين بخش ڪوسو، سليم ابڙو هستي فقير دلپسند هوٽل وارو ۽ ٻيا.

# نعت

محمد جي صدقي، ڏي معافي الله
محمد اسان جو آ، شافي الله
خطادار آهيان، گنهگار آهيان
بيشڪ برابر، بدڪار آهيان
ڏسي ڏوهه نه ڪر انحرافي الله

پيڇاڙيءَ جي پارت، اصغر جي صدقي
لڄاجي رهائين، اڪبر جي صدقي
سينو نور ثاب، ڪر صافي الله

نڪي مال حوران، نڪري گهران تو
رڳو عشق تنهنجو، توڪان سر سگهران تو
اهو سوال منهنجو، اتئي ڪافي الله

ڇيهن ڪان ڇڏائين، بگن شاه کي هڪدم
نه تئي دير هاڻي، ڪيو ڪم يڪدم
صحيح حال ساروهي، تو صوفي الله

# قصيدو

علي پاڪ اعليٰ، علي پاڪ اعليٰ
مشڪل ڪشا آهين، بيشڪ تون بالا

تون خدا جو، خدا تنهنجو سِپِرُ آ
بالا نه پيو ڪو، توکان بهتر آ
آذار اسان جو، اصل اسد الله

قدم تنهنجو هڪڙو، مديني ۾ خيبر
پيو قدم تنهنجو عرش منور،
آواز تنهنجو خود، پڌو رسول الله

سخاوت ۾ تنهنجو، مٽ نڪو ثاني
پئي جڳ توتان، ڪيان قرباني
ڏيکاريندي مون کي، تون عرش معليٰ

# مرشد جي حضور النجا

حيدر منهنجو هادي، آهي شاهنشاه
برهم ڪنديون تون، بگن بادشاه
نيهن تنهنجي جا، آهيون ناننگارالا

آهين مالڪ داتا ولايت جو،
ڪٽنديں بار اسان جي قيامت جو.

آيس توڏي هلني، جهليم يار جهولي،
متا توکان سوا ٻي ڪانهي ٻولي،
تولئہ ملڪ، شهر آهيان ڳوٺ ڳولي،
شاهني شان شرف آشفاعت جو.

سهڻو ساقي بہ تون، سردار بہ تون،
منهنجي عيبن جو، آذار بہ تون،
ڪنن ڪوجهن لاءِ قربدار بہ تون،
هن سواليءَ جي تہ صداقت جو.

اميد وار اچن، اچي عرض ڪرن،
پائي پاند ڳچيءَ، ڳل پيش پون،
ڀئي ڏي ڪيئن وڃن، ڪهڙو حال ڏسن،
تون سرتاج سدائين سخاوت جو

پاڪ پنجتن جو، پيارو ٻر تون،
فيض درياھ جو، فيض وارو ٻر تون،
سڄي ملڪ مٿان، چنڊ ستارو ٻر تون،
نسل شاھ جيلاني نزاڪت جو.

ڪيئي درد وندا، ٿيا فقير فدا،
ٻڪن شاھ جهڙا، تنهنجي درتي گدا،
سڻ سائل جاهي، سوال سدا،
انهيءَ عشق الاهي امانت جو.

# مداحون

۱

دير نہ ڪر دستگير سدا دل ساري ٿي
اچي پهچ پيرن جا پير، سدا دل ساري ٿي

۲

ڪرقادر ڪرم نہ ٿئي دير هاڻي دم
ڪڻ قربئون قدم، اتي حال معلوم
لاهہ غم ۽ وهم، سارو فقر فالم
واهر ڪر تون وير، سدا دل ساري ٿي

۳

واڳ وصل جي وار، لهہ ستت سنيار
پيرِمغان پڳدار، ٻڏل ٻيڙي ڪي تار
وري ڏک نہ ڏيڪار، ڪري پار اُڪار
ٿئي منهنجو ساه سڌير، سدا دل ساري ٿي

۴

آهي بار باري كيو ترت تياري
ڏاڍو كن قهاري، جنهن پيڙي ماري
لڙهي تي لهنواري، بيحد بي اختياري
ثابت كڍيو منجهان سير، سدا دل ساري تي

۵

آهين شاهن جو شاه، هادي فيض جو درياه
دائم تنهنجي درگاه، بيواهن جي واه
آباد عشق انباه، برهه ۾ بگن شاه
منهنجا ميران محيّ الدين مير، سدا دل ساري تي

# مدح

۲

مرشد منهنجا جوان جيلاني، سائي روضي وارا
سائي روضي وارا، حبسن حسين جا پيارا

ٻيڙا ٻڏل توئي تاريا، سير منجهان تہ سوپارا
گهوٽ ڪنوار بہ ٻاهر نڪتا، جڃ ۽ دهلن وارا

قدم تنهنجا ڪل تي قائم، قادر پير قرارا
جن ملائڪ نانگ ۽ پريون، ويٺا مڃي ويچارا

معاف ڪر محبوب سائين، من منهنجي جا مونجهارا
ڪيئي اچن ٿا در تنهنجي تي، سوالي سڪندر دارا

بگن شاه آهي بردو تنهنجو، بغدادي تہ ٻلاري
سام پرتا آهيون سيد توکي، فيض جي درگاه وارا

# مدح

٣

جوان آهي تہ جيلاني، منهنجو جاني
هلي ڏسو تہ انباه ۾، داتا جي درگاه ۾

پنجتن پاڪ جو آهي پيارو
غوث آهي صمداني، منهنجو جاني

مولا عليءَ جي باغ جو گل آ
نور آهي ت نوراني، منهنجو جاني

پڌل پيڙا توئي تاريا
اها ڪيوَ احساني منهنجو جاني

فيض درياه جو فيض فقر سان
راز آهي تہ رنداني، منهنجو جاني

قادر پير جا قرب ڪروڙين
قدمن تان قرباني، منهنجو جاني
سدا بهار ڪي سدائين سڪ ۾
سائين ڪيو سيلاني، منهنجو جاني

# مدح

۴

منهنجا جوان جيلاني، توتان صدقي مان وڃان
ڏئين ٿو دان دلين جا، توکي ڪيئن نہ مان مڃان

اچي جيڪو سوالي، وڃي ڪون خالي
ڪري سوال جهڙو ملي اها مالي
در تنهنجي تان اچي جن پُٽَ آهن پنيا

ٻارهن سالن جو ٻيڙو ڏس ترندو اچي ٿو
ڪيو سوال ٻيڙيءَ تہ واپس وري ٿو
ٿيو ڏءُ تنهنجو لاٿو ان جون اجان

سواءِ تنهنجي، منهنجو ناهي ٻيو ڪو چارو
قبر حشر ۾، تنهنجو آهي سهارو
جيئرو آهيان جيتر تہ ٻيرو ڪيئن مان ڀڃان

ٻگن شاه تنهنجو سگ ٿو سڏائي
ڇڏجانءِ نہ تنهن کي تون، دل تان ڀلائي
سدائين تنهنجي در جي، چائٺ ويٺو چمان

# مدح

٥

ڪروڙين ڪرم قربن جا، ڪيا قادر اچي مون تي،
وياسي سور سيئي سارا، سناهيم جيڪي سرتي

ٿيو احسان اهو آهي، پسي مون پاڪ پيشاني،
جڏهن نظر ڪيئين پنهنجي، پچن ٻارن سڀي گهر تي.

ٻڌل ٻيڙو هو ورهين جو، صفاثابت صحيح ساڳيو،
ڪڍي اهو ڇوڇولين مان، بيهاريائين سو وري پرتي.

پيرن جو پيرو ٿيو پيدا، فياضي فيض فقر لئہ
ٿي شفقت ۽ رحمت آ، نماٽي هن سا نِڌرتي

سچي دل سان سڏ ڪرتون، سدائين غوث اعظم کي،
اهڙو ٻيو قرب ڪڏهن ڪاٿئون، نہ ملندو توکي زرتي

وٺ مرشد بگن سائين تون، محيءَ الدين ميران کي،
برابر برهہ بيرنگ جو، آهي انهيءَ سندي درتي.

# مدح

٦

نتي ساهہ سري، پنهنجي پِيربنان
منٿي ميران مُحيَ الدين، ميربنا

قادر قرب پنهنجو، تون قائم ڪر
دامن دستگيريءَ ۾، دائم ڪر
فقر فيض درياهي، فالم ڪر
انهيءَ عشق تنهنجي، اڪسيربنان

همراهہ هيٺن جو، هادي تون
بادشاهہ بيشڪ، بغدادي تون
گلزار اچي ڪر، هيءَ گادي تون
ڪوئي قائم نہ ٿيندو، تنهنجي ڪيربنان

سواليءَ جا سڻ سوال سدا،
مڪمل منهنجا احوال ٿيندا،
عرض پيش پرين ڪل پورا ڪندا،

قارون دل ته منهنجي آ، تو فقير بنان.
پيڙا پڏل تو تاريا،
مرده زنده تو جياريا،
ڪيئي جلوا جيلانيءَ ڏيکاريا،
ائين ڪير ڪري، دستگير بنان.

دربان اول در جو، آهي شاه بگن
سگ تو سڏائي، تنهنجي سگن،
مقبول مداحيءَ جا ڪجن،
رهي تانگهه نه تنهنجي تصوير بنان.

# حال همہ اوست

## ڪافي

---

ٿلهہ: تون آهين مون ۾، مان آهيان تو ۾،
جهان ھلائڻ وارو ڪير.

هو الاول هوالاخر، پاڻ چيائين آهيان باطن ظاهر،
اظهار ٿيڻ وارو ڪير.

وتعزمن تشاءَ وتزل من تشاءَ، تعزِ من تشاءَ و تزل من تشاءَ
ڏوهہ ڪرڻ وارو ڪير.

قرآن ۾ تو چيو آ ان ڪي، بهشت وڃڻ ناهي آمر ڪافر ڪي
داٽي ڪارائڻ وارو ڪير.

وجه الله آدمر جو اسمر آ، َفذڪروني پوءِ چو ڪمر آ،
ياد ڪرڻ وارو ڪير.

خلق الادمر علىٰ صورته، فنفخت في همر روحي،
جدا ڪرڻ وارو ڪير.

احديت وارو القاب لاهي، بشري آئين برقعو پائي
باقي بگن شاه ڪير.

---

# كافي

تلهه: ٿيو عشق تنهنجو، اندر اثباتي،
جا كون يار جيءَ ۾ تو، جهاتي آپاتي

جڏهن تو نظر كئي، ته توكي ڏسان ٿو،
عرش قرش آسڻ، پاڻ ۾ پسان ٿو،
تڏهن صاف صورت آ، مون پنهنجي سڃاتي.

ونحن اقرب، ويجهو وسين ٿو،
دمك دمي، مون كي تون ڏسين ٿو،
هر شيءِ روشن ۾، ٿي وئي آ ڇاتي.

هك تون ئي آهين، اهوئي ذكر آ،
پاڻ كي پيو سمجهڻ، وڏو هي كفر آ،
معنيٰ سچي آهي، ناهي مصلاتي.
ٿيو عشق تنهنجو اندر اثباتي

الانساني ويس متائي،
بشري آئين برقعو پائي،
صحيح سڃاڻي توسان، لنوڙي مون لاتي،

منهنجي جسم ۾، تنهنجو ئي دم آ،
روح بہ تنهنجو، باقي ڪُهڙو غم آ،
اناالحق چوڻ سان، ٿئي حاصل حياتي

اصل ماڳ پنهنجي تي، الله هيس مان
برهہ ۾ ڪٽي هت بگن شاهہ ٿيس مان
اها قرب جي سرتي وهايم ڪاتي.

# كافي

تلهہ: حال فقيري دائم قائم، آهيون شاهنشاهہ ميان.

قطري قطري فيض اسانجو، آهيون پاڻ الله ميان.

رب رسول بہ مظهر منهنجو، خلقيم ڪل ارواح ميان،

احد احمد پنهنجي وڏائي، آهيون بيپرواهہ ميان.

واسينگن ڪان وڌ ساڙيندڙ، برهہ منهنجي جي باهہ ميان

بيشڪ بگن شاهہ هادي حق جا، حاضر منجهہ هنباهہ ميان

# ڪافي

ٿلهہ: ملڪ مڏيون ۾ مال، سيئي آهن هٿ اسانجي.

رهبر آهيون راهہ رسولي، فيض فقر ڄا حال.

اناالحق جو درس ڏيون ٿا، خاص خدائي خيال.

اهو پنڌ گهڙيءَ جو اسانکي، جنهن ۾ لڳن ٿا سال.

معلوم آهن مڙئي اسانکي، احديت احوال.

برهہ اسان جو بيشڪ بقائي، اسين آهيون بگن لال.

# ڪافي

ٿلهه: صوفي صاف رک سينو
رهبر تي تون رند سڏاءِ

بيپرون ۾ رهه سدائين،
موتي اڇڻ جي توکي منع آءِ

ديس امن ۾ رهه تون سدائين،
پي هند تنهنجي ناهي جاءِ.

پاڻ کي گم ڪري پاڻ سڃاڻ
غير گمراهي لوڙهي لاهه

اناالحق جو ماري نعرو بيحد بره جي بات بتاءِ
بگن سائين تون سرآن ساڳيو
ٿاهه وري نه پيا ڪي ٿاهه

# ڪافي

ٿلهه: محبت خدا جي آهي، محبت فقير جي،
صحبت سبحاني آهي، صحبت فقير جي.

طالب ٿئين طريقت، حاصل ڪرين حقيقت،
معرفت خدا جي آهي، ملت فقير جي.

مطلوب ڪان معلوم ڪر، راهه حق جي رهبري،
رغبت رباني آهي، راحت فقير جي.

وحدت سندو ويساهه ٿي، خادم الفقراهه ٿي،
رحمت خداجي آهي، خدمت فقير جي.

بيشڪ بقاءِ بٿيو، برهه ۾ بگن سائين
شش جهت ۾ شاهي، ولايت فقير جي

# ڪافي

ٿلهہ: قادر ٿي هتڙي آيو، ڪائنات جي مٿان،
ظاهر ٿيو ظهورو، هر ذات جي مٿان.

بيرنگ جو روپ لاهي، صورت جو پوش پائي،
ڪل شيءَ قدم ڪڏائي، ساري صفات جي مٿان.

آدم جو قدر اعليٰ ، بي چون بي مثلا،
آهي خاص خود خيالا، هر بات جي مٿان.

انسان ۾ سمائي، ڏس پاڻ تو ڳالهائي،
رڳو پول تو پلائي، جسمات جي مٿان.

آيو سپ ۾ سرسمائي، ائين پاڻ تو پسائي
بيشڪ بگن شاهہ آهي، هر اوقات جي مٿان.

# ڪافي

ٿلهه: اسان جو فقيري، احوال اهڙو،
ڪڏهن حال ڪهڙو، ڪڏهن حال ڪهڙو

سدا سچ صفا ۾، سلطان آهيون،
ڪڏي ڪار قتل ۾، قربان آهيون،
اهو ڏينهن اصل چئو، آهي عيد جهڙو.

منجهه موج مستيءَ مسافر بہ آهيون،
غريبي گذر ۾، گداگر بہ اهيون،
بادشاه برابر، ناهي مٽ ڪو تهڙو.

اول سنگ صوفين جا، سرتاج آهيون،
حالت حقيقيءَ ۾، حَلاج آهيون،
هردم حال حسيني، آهي منهنجو تيڙو.

لٽا ۽ ليڙان، ڪتيڙان ٽا پاليون،
جوڙي جامان جائي، جنسار جو ڙايون،
لاهوتين جي لنو ۾، ليبيس ويڙو.

صبر ۽ شڪر ۾، رهون ٽا سدائين،
نه آهي اسان ۾، وڏيڪ وڏائي.
برهه جو بگن شاهه، اهو بار پيڙو.

# ڪافي

تلھ: آھي عبديت جي، آڻ ميان،
نہ تہ پاڻ آھيان، پنھنجو پاڻ ميان،

انا احمد بلا ميمي، اھو اٿئي اھڃاڻ ميان،

فعين مالتو لو فثم وجہ الله، منجھہ وجود وٿاڻ ميان.

ٻانهپ واري ٻولي ناھي، چو ڪرين ڇا ڪاڻ ميان.

سر سري آھين ساڳيو سائين، ڪنھن ريجھہ آندو ٿئي رھاڻ ميان.

رھبر آھين راز ازلي، ويھي ڪر واڪاڻ ميان.

مام سمجھي موتوءَ واري، موج الاھي ماڻ ميان.

بالا بيشڪ آھين بگن شاھہ، ڄاڻ اھوئي ڄاڻ ميان.

# ڪافي

ٿلهه: عشق ڪيو آباد، سهڻا تنهنجي سانگي،
سهڻا تنهنجي سانگي، داتا تنهنجي سانگي

وحدت ويساهه ساڻ سدائين، شونقئون رهي دل شاد
سهڻا تنهنجي سانگي...

ٻيون سڀ ڳالهيون علم عقل جون، برهه بنا برباد
سهڻا تنهنجي سانگي...

اناالحق جو سبق پڙهيو سي، عشق ٿيو استاد.
سهڻا تنهنجي سانگي...

خام خوديءَ جا خيال ڪپائي، عشق ڪيو آزاد.
سهڻا تنهنجي سانگي...

فيض درياهي فيض مليو آ، پنهنجا پرياسي پاند.
سهڻا تنهنجي سانگي...
بيشڪ بگن شاهه الف اندر ۾، يار سدائين آ ياد.
سهڻا تنهنجي سانگي...

# ڪافي

ٿلهہ: آهيون اسين بہ اآهيون، عاشق الله جا
صحيح پڙهئون ٿا ثابت، سبق الله جا.

اصل آهيون اويسي، واحد وصال ويسي
محبت منجهہ مهيسي، مشتاق الله جا

سامي سخن سچارا، ڪامل قول قرارا
عرشن مٿي اوتارا، مالڪ ميثاق الله جا

لاريب جي لقا ۾، باقي رهڻ بقا ۾
اهي آهن اسان ۾، اخلاق الله جا

صوفي صاف سڏايون، مذهب سڀ وڃايون
لم يزلي آهيون، عشاق الله جا

قادر قل هو الله، آهي آدم سر الله
برابر بگن شاهہ، بيشڪ الله جا

# ڪافي

ٽلهه: رخ ڪعبو منور ماهه آهي، اها صورت عين الله آهي

هيڪڙائيءَ ۾ اسان حاضر آهيون، ٻيائيءَ وارن کان ٻاهر آهيون
دم اناالحق اظهار آهيون، صوفي صاف ڏسڻ جي صلاح آهي

گمراهن کان آهي پاسي رب، محبت ۾ اٿئي سڀ مطلب
سمجهه ويجهو يار ونحن اقرب، ايئن سائين ساهه پساهه آهي.

مذهب سارو مونجهارو ٿي، نڪري تنهن کان نيارو ٿي
انهيءَ قيد کي ڇڏ اشارو ٿي، سارو سر سبحان الله آهي

حق موجود سدائين ڄاڻي ٿو، پو ڪنهن تي ڪاوڙ آڻي ٿو
اها موج الاهي ڇو نه ماڻين ٿو، ڏس ڪيئن بگن بادشاهه آهي

# كافي

تلهہ: سڀ ڏٺ ويکيا ماهي، وي مٺ سڀ دن ويکيا ماهي.
ونحن اقرب ويجهو وسدا، ڪانهي جاءِ جدائي.

الانسان سري وانا سره، ڪيتس سانگ سپاهي
عشقئون اپٽي آپي ماهي، ميم دي مرلي چائي.

تخت هزاره ڇوڙڪي رانجهن، رنگ پور تي ڳيا راهي
مٺ ماهي دي ماهي ميڏا، لوڪان خبر نہ ڪائي.

چاڪان والا پوش جو پاڪي، بيشڪ پول پلائي
سهٽا سائين صحيح سڃاٽي، ٻوڙي ٻول ٻيائي.

ڪاف ڪشالا ڪاتي آيا، ڇوڙڪي شاهنشاهي
هر صورت وچ سير سمايس، سارا راز الاهي
آدم دي وچ آپ الايس، انا الحق اوڳاهي
هڪ ڪر ڄاڻ حقيقت دي وچ، سهٽي صاف صلاحي

هردي ميڏي حاضر ناظر، وسدا هوت هنباهي
بره دي ڏاڍي باري بگن شاهہ، بيحد بات بتائي

# ڪافي مجازي موج

ٿلهه: سينو اوهان سان، ڪهڙو ساهيون،
جيئن سمجهو، اسان ائين آهيون.

لکين عيب آهن اسان ۾،
لک توکان ڪهڙا لڪايون.

سورن سهڻ جي ناهي طاقت
تنهنجي آڏو اسان چاهيون.

ڇڏيندس ڪين درتنهنجو
ٻچيءَ ۾ پاند ٿا پايون.

ڌڪاريندين جي تون مون کي
تہ بہ توڏي ٿا ڪاهيون.

سدائين ساهہ توکي ساري
ڳڻ تنهنجا ويٺا ڳايون.

پرين پرچي، ڪيو پنهنجو
اميدان ڪيئن، پلا لاهيون

# ڪافي

بگن شاهه چئي، بي نيازيءَ جون
تنهنجون وات آهن وايون
ٿلهه: مل اچي او منهنجا مٺا
اوجان توسان دل جون ڳالهيون سليٽيون اٿم

جدا جالڻ کين اچي ٿو
قرب تنهنجي ۾ هجئون ڪٿا

نيهن اسان جو نسنگ رهي شل
چاڙهه انهيءَ ۾ هجئون چٽا

چاهه تنهنجي ۾ چريو ٿيندس
ڦاڙي ڪندس ڪپڙا ڦٽا

برهه جي بگن شاهه باهه ٻري ٿي
جيءَ اندر ۾ ڏئي ٿي جهٽا

# ڪافي

ٿلهه: هڪڙي يار جي ياري، ڪانگا ياد پوي ٿي
ڪانگا ياد پوي ٿي، دلڙي مونجهي رهي ٿي.

دلڙي دردن ماري، آهي ڳڻتين ڳاري
هيءَ وس نه ويچاري، راتيان ڏينهان رڙي ٿي.

ڪانگل تنهنجي ٻولي، هينئڙي لاتئي هولي،
دلڙي فراقن ڦولي، سختيون سور سهي ٿي.

ياري ڪٽي وئين يار، ڏسي عيب اپار
ڪيل تنهنجا اقرار، ڇڏيون ڪين ڇڏي ٿي.

سورن جي هيءَ سرڪي محبوبن ڏني آمرڪي
جيءَ اندر ۾ جهرڪي، جهوريءَ منجهه جهجي ٿي.

چوي بگن شاهه، ساٿي تيندو الله
هادي آهي همراهه، جنهن جي تاريءَ تڳي ٿي.

# ڪافي

ديدن ساڻ ديوان ڪيو تو، سڄڻ اسانکي
رمز رلائي رهبر سائين، سڪ منجهان سلطان ڪيو تو
سڄڻ اسان کي

فيض فياض ساڻ ملائي، صورت جو سبحان ڪيو تو
سڄڻ اسان کي

عرش اوتارو اسانجو آهي، لاحد لامڪان ڪيو تو
سڄڻ اسان کي

بيشڪ بالا برهه بگن جو، قائم قول قرآن ڪيو تو
سڄڻ اسانکي

# ڪافي

حياتي حسن وارن سان گذارڻ، ڪو ضرور ڪونهي
جهوري جند جان پنهنجي ڪي، جلائڻ ڪو ضرور ڪونهي

حقيقي راهہ تي سهڻو، نظر نہ ايندو ڪڏهن ڪاتي
ڇڏائي جو راهہ رهبر جي، رلائڻ ڪو ضرور ڪونهي

سچائي سخن سان سهڻو، پلي تون ڳولهہ دنيا ۾
اجايو عشق مولا جو، مٽائڻ ڪو ضرور ڪونهي

ڏنو مون حسن هاديءَ جو، ويا ٻئي جڳ مون کان وسري
حقيقي حسن تي حملو، ڪرائڻ ڪو ضرور ڪونهي

خداي خيال تي عاشق. برهہ ۾ رهہ بگن شاهہ تون
وجي اڪڙيون وري ٻئي هنڌ، لڙائڻ ڪو ضرور ڪونهي

# ڪافي

منهنجي اڱڻ تي اڄ ويهي، ڪانگل ڪني تو ڳالهه جا
ملندا اچي تو سان وري، اهي هوت تنهنجي حال جا

سعيو جنين ڪي پاڻ هو ستت لهڻ سنيال جا
سي نه وسرن تا سڄڻ، وعدا جنين وصال جا

محبت بنا آهي مرڻ، معنيٰ سمجهه مثال جا
جڳ ۾ جيئڻ ٿيا ڏينهڙا، جانب ري جنجال جا

مرڪي ملڻ جي مونسان ڪئي، محبوبن هٿي مقال جا
سي ويا سانگي ڇڏي، موتي ملڻ محال جا

فاقيا فقيرن ڪي سدا، فڪر ۾ في الحال جا
خوشي ۾ نه رهڻ سدائين، خاص خدا ٿي خيال جا

برهه جي بڪن شاهه سان، ڪريو پلاٽي پال جا
پاڻ ڪر پورا مٽا، هن سوالي جي سوال جا

# ڪافي

ٿلهه: رڳ رڳ ۾ آ رهاڻ
آريءَ جي تاچڻ جي.

سيئي سهنديس سرتي
ڪوهيارل جي ڪاڻ.

ورتيون ويندا ڪين ڇڏيندا
هتڙي ايندا هاڻ

ورتيون ويندا ڪين ڇڏيندا هتڙي ايندا هاڻ.
سڪن مونسان ڪين رهايو
سور هليا هم ساڻ.

جيجل هن ته جبل ۾
پرزا ڪنديس پاڻ.

بڳن شاهه ڇئي، پنيور ۾
چو رهان چاڪاڻ

# ڪافي

ٿلهہ: بنا ديدار دلبر جي، دلڙي ڪانہ ڪا رهندي،
ڪري پساهہ پنهنجا پورا، محبت ۾ مري ويندي.

•

ڇڏي گهر ٻار سڀ پنهنجو، پٺيان هيءَ هوت جي هلندي،
ڪري پنڌ پاڪ پيرن سان، پرين ڪي وڃي پڄندي.

جدا جانب سوا جيڏيون، هتڙي ڪين جاليندي
ڏکيو رهڻ آهي منهنجو، وڃي هيءَ پيش ساپوندي.

دل منهنجي اوڏانهن ڪاهي، جاتي مالڪ منهنجو آهي
پنهل جا پار پٺي پڇائي، وتي ٿي روهہ ۾ رڙندي.

بگن شاهہ چئي برهہ باري، ڪندو پنهنجي قربداري
وس ناهي ويچاري، دونهين اندر پٺي دکندي.

# ميران مددگار

## ڏوهيڙا

مريد محي الدين جو، جيڪو چئو طرف چوائيندو،
تنهن چوري کي چپر ۾، چني ڪين ڇڏيندو.
پرجهلو بگن شاه جو، هميشه هوندو،
قادر غم ڪٽيندو، هادي اچي هنباهه ۾.

دلئون دستگير کي، جيڪو سوالي ڪندو واڪا،
پڄائيندس اچي پلڪ ۾، هوندس جيءَ اندر جيڪا.
ميٺ بديون بگن شاه جون، تون بغدادي بانڪا،
منهنجي ڪوڪ ڪاڪا، من قادر جي ڪن پئي.

پهچ پير دستگير، توکي سائل ٿو ساري،
ڪشتي ڪڍ ڪُن مان، وڃ طالب کي تاري.
هلي اچ هنباهه ۾، واڳ ولهيءَ ڏي واري،
نيڻ ڪٽي نهاري، توڏي بغدادي بگن شاه ٿو.

متان مون ڏي پير، اوکيءَ ۾ نه اچين،
اونهي مان اڪارئين، دلبر دستگير،
ميران محي الدين مير، ڪٽندي بار بگن شاه جا.

# ڏوهيڙا

مدد ڪر مريد جي، اچي هٿ ڏئي هلايو،
پيڙا ڀڏل تو تاريا، آهي رحمان جو رايو.
مرده به تو جياريا، تولئہ فائق ائين فرمايو،
مرشد ونجو ميران محي الدين، ٻيو اٿو عقل اجايو.
حسني تون حسيني تون ائين حڪم هلايو،
اولاد علي شير جي، ائين الله الايو.
مڙئي مريد اچي ٻڌي، ٻئي ٻانهون ٻاڌايو،
سيگهہ ڪري سعيو، پير ڇڏايو پنهنجا.

پير ڇڏاءِ پاهنجا، هڪل ڏي هيڪر،
ڪاهي اچ ڪست مان، ڪرقادر پير ڪسر،
مبارڪن جي مريدن ڪي، پير ڏيارج پاڪر.
حامي ٿجانءِ هن جهان ۾، ٻيو حاضر منجهہ حشر،
بانڪا بهادر، اچي هٿ ڏيج هاڻ مون.

هن سوالي جي سيدا، واهر ڪيو وير،
ٻيڙيءَ ڪي ٻاهر ڪڍو، ثابت منجهان سير.
دانهان ٻڌو دکي جون، تون دلبر دستگير،
سڏ ڏي سوالي، ٻڌي پڪاران پير.
ميران محي الدين مير، اچي هٿ ڏي هيٺي ڪي.

هت ڏيئي هيٺيءَ کي، رهبر رسايو راهه.
قادر هن ڪمينيءَ ڏي، ڪيو قرب منجهارئون ڪاهه،
چڙايو چيهن ڪان، آجو ڪيو ارواح.
محبوب سبحاني قطب رباني، لقب تنهنجو بغدادي بادشاهه،
پيران پير دستگير آهين، شاهن سندو شاهه.
رکيو اٿم روح سان، توتي واحد جهڙو ويساهه،
ڪارڻ مير محمد شاهه، اچي ڪر مدد مسڪين بڪن، مريدُ جي.

هت ڏيج هاڻ مون، چو جو آهيان اوهان جو،
نالو چاڙهيو دفترتي، پير ڪيو پنهنجو.
سڏ ڏي تون سيدا، اهو مج سوال منهنجو،
پيڙو تار پاجهه سان، جو اٿليو آ اهنجو.
سائين ڪرسهنجو، ثابت انهيءَ سير مان،
ثابت انهيءَ سير مان، پيڙو تار پڌل.
قادر بنان ٻيو ڪير ڪدي، جيڪو چولين جو تہ چڙل،
روز ازل کان رهبر توسان، آهي روح رليل.
بغدادي بگن شاهه، توکي پير آهي پرتل،
جنهن جو تو ۾ خيال ڪتل، سي لهر ڪنهن نہ لوڏيا.

# اندر جا آئينا

## ڏوهيڙا

### ١

عشق جني اندر ۾ صاف تني سينا،
سواءِ عشق الله جي، ٻولي ٻولن ٻينا.
هادي واري حال تي، رهن يڪدل يقينا،
اتن اندر ۾ آئينا، بگن شاه سدا پسن پرين کي.

### ٢

هوت ڳولڻ پئي هٿ تي، ناه عادت عارفن،
سامي پنهنجي سر ۾، تا لوچي لعل لهن.
جنهن سان پسن پرين کي، اها نہ لڌي وات انڌن،
ٻيائيءَ وڏا ٻوڙي، جيڪي تيا ماٺهو مذهبن.
لايفوت ولايموت، اها سچا تا سمجهن،
ٻئي ٻوتيون جن، تن صورت پسي سبحان جي.

سبوجهن تہ سڏ سٽيا، پر اٿئي ابوجهن کي بہ تنهنجو آسرو،
لاتقنطو من رحمة الله، تنهنجي توهہ تريا.
فاذکروني اذکرکم، ٻڌي پنڌ پيا،
ڇڏي تيرٿ تڪيا، واچيندا وڻا.
سواءِ سبحان جي، ڪنهين مال نہ موهيا،
فکر ۾ في الله جي، فاني فنا ٿيا.
گروءَ واري گام تي، غازين سر گنوايا،
هوڪو ٻڌي هم اوست جو، حقي حال هيا.
ورهہ واري ويڙهہ ۾، ويراڳي تہ ويا،
عشق وارا الله ڏي، انهيءَ پر آيا.
تن کي سدائين سعيا برهہ ڏي بگن شاهہ چوي.

# اکين جي آس

## ڏوهيڙا

### ١

ڪا جا ڳالهہ ڳُڻي، اکين انهيءَ پار جي،
ماٺ نہ ڪيائون مون وٽ، وين اهو واءُ وٺي.
برهہ ۾ بگن شاہ چئي، بيحد بات بڻي،
تڏهن خيال ڪٽي، سمهڻ ڇڏيائون سيد چئي.

### ٢

ڏاڍي اداس اکين ڪي، جن پورو پهہ ڪيو،
پرين جي پسڻ جي، پلپل ڪن پياس.
آري اڇي اڱڻ تي، اها اٿن آس،
برهہ ۾ بگن شاہ چوي، باسئيون اها باس.
وٺڻ بنا واس، رهنديون ڪين روئڻ ڪان،

### ٣

چميان پربن جا پير جيڪي اڱڻ منهنجي آيا.
سٽي سڏ سيد جا، ساجهر آيا سوير،
بيخودي ۾ بگن شاہ چوي، ڪيئون بيحد مون ڏي پير،
هيءُ ڪميني ڪير، جو قدم نہ مڃي قرب جو.

# سسئي جا سور

١

ايندم هوت هلي، آءُ بہ ڏونگر کي تہ ڏسان،
وَٽون ۽ ور گهٽا ، سي تہ پنهل کاڻ پسان.
ويندس، رهندس کين کي، ڇو مرن کان تہ مسان،
دعا کيو ڙي جيڏيون، تہ هک تڙ نہ هت ترسان.
پوءِ ٽيندي عيد اسان، بر ۾ بگن شاهہ چوي.

٢

کيچئون آيا کيچي، منهنجا رتي نہ هيا رت.
بيکس کان پنيور مان، پيچي ويڙا پت،
لائي چٽنگ چريو کري، چوري ويا چت،
سسئي نہ ڇڏجانءِ ست، ملندءِ بر ۾ بگن شاه چوي.

# وصال نامو

شرف شفقت شوق سان، شاهہ ولايت شان هو
غوث صمداني لقب، مڙني مٿانهون مان هو.

ٿيو فقر جو فيض ور، رهنما روشن ضمير
من خدا سان موج محڪم، اهو سندن اعلان هو.

قدم قادر سندو قائم، جاءِ بجاءِ جنسار هو
سير ثابت ڪيائين سارو، مالڪ لامڪان هو.

واقف روحاني راز ڪان اعليٰ ساري اسرار ڪان
ظاهر ڪري چاهيءَ زبان، برتر بالا بيان هو.

منهن مبارڪ محمدي ، صاف صورت تنهن سندي،
سُر علي هادي ۽ مهدي، پنجتن نسل نشان هو.

يتيمن جو يار هو، ضعيفن ذميوار هو
صوفي سالڪ سردار هو، سر حسيني سامان هو

روشن ستارو راهہ جو، دائم دستگير درگاهہ جو
پيشوا پياسي پيار جو، پسڻ لاءِ پهلوان هو.

جيڪي چيائون سو ٿيو، آخر منهنجو ڏسندئو لقا
سچ آهيان ڪچ ڪين هوندو، فائق سندو فرمان هو.

دل سدا توسان هجي، آهي فقير هن جو عرض
معلوم منهنجو توکي مٺا، هن درد جو داستان هو.

حشمت هميشه هاشمي، هڪل هردم حيدري
جلوه جاري جڳ ۾ سدا، جوش با جولان هو

پاڻ ڪيائين پورا سخن، حاسد چا چاڻن حال ڪي
اٿڻ ويهڻ موٽي اچڻ، سڀ عشق جو امتحان هو.

مشتاق توسان موج ۾، سهڻي صورت سرتاج ۾
الله واري اوج ۾ پيو نا رهيو ارمان هو

باهمت هر حال خود، عاشق حسن جمال خود
لج پرور لعل خود، داتا دلين جو دان هو

بيشڪ بهادر برهه ۾، سائين سخي سلطان هو
ناقص هي بيڪس بگن شاهه، در تنهين دربان هو.

# نعت

مُحَمّدُ جي صدقي، ڏي معافي الله،
مُحَمّدُ اسان جو آ، شافي الله.

١

خطادار آهيان، گنگهار آهيان
بيشڪ برابر، بدڪار آهيان
ڏسي ڏوهه نه ڪر، انحرا في الله

٢

پچاڙيءَ جي پارت، اصغر جي صدقي
لچا جي رهائين، اڪبر جي صدقي
سينو نور ثابت، ڪر صافي الله

٣

نڪي مال حوران، نڪي زر گهران ٿو
رڳو عشق تنهنجو، توڪان سرُ گهران ٿو
اهو سوال منهنجو، اٿئي ڪافي الله

٤

ڇيهن ڪان ڇڏائين، بڳن شاه ڪي هڪدم
نه ٿيءَ دير هاڻي، ڪيو ڪم يڪدم
صخيح حال سارو هي، اٿو صوفي الله

# قصيدو

علي پاڪ اعليٰ ، علي پاڪ اعليٰ
مشڪل ڪشا آهين، بيشڪ تون بالا

١

تون سرُ خدا جو، خدا تنهنجو سرُ آ
بالا نہ پيو ڪو، توکان بهتر آ
آڌار اسان جو، اصل اسد الله

٢

قدم تنهنجو هڪڙو، مدني ۽ خيبر
پيو قدم تنهنجو، عرش و منور
آواز تنهجو خود ، پڌو رسول الله

٣

سخاوت ۾ تنهنجو مٽ نڪو ثاني
بئي جڳ توتان، ڪيان قرباني
ڏيڪاريندي مون کي، تون عرش مُعليٰ

٤

حيدر منهنجو هادي، آهي شاهنشاه
برهہ ۾ ڪندين تون، بگن بادشاهہ
نيهن تنهنجي جا ، آهيون نانگا نرالا

# مرشد جي حضور
# التجا

آمين مالڪ داتا ولايت جو،
ڪنڌين بار اسان جي قيامت جو.

١

آيس تو ڏي هلي، جهليم يا جهولي،
متان توکان سوا ٻي ڪانهي ٻلي،
تولئه ملڪ، شهر آهيان ڳوٺ ڳولي،
شاهي شان شرف آشفاعت جو.

٢

سهڻو ساقي ٻه تون، سردار ٻه تون،
منهنجي عيبن جو ، اڌار ٻه تون،
ڪن ڪوجهن لاءِ قربدار ٻه تون،
هن سواليءَ جي تہ صداقت جو.

٣

اميد وار اچن، اچي عرض ڪرن،
پائي پانڌ ڳچيءَ، ڳل پيش پون،
ٻئي ڏي ڪين وڃن، ڪهڙو حال ڏسن،
تون سرتاج سدائين سخاوت جو.

۴

پاڪ پنجتن جو، پيارو بہ تون،
فيض درياھہ جو، فيض وارو بہ تون،
سڄي ملڪ مٿان، چنڊ ستارو بہ تون،
نسل شاھہ جيلاني نزاڪت جو.

۵

ڪيئي درد وندا، ٿيا فقير فدا،
بگن شاھہ جھڙا تنھنجي در تي گدا،
سڻ سائل جا ھي، سوال سدا،
انھيءَ عشق الاھي امانت جو.